# سَفرِ حج جا آداب

**22-May-2025**



هفتيوار سنتن ڀري اجتماع ۾ ٿيڻ وارو

سُنّتن ڀريو بيان

(For Islamic Brothers)

22 مئي، 2025ع (بمطابق : 24 ذُوالقعده، 1446ھ)

تي پاڪستان جي هفتيوار اجتماع ۾ ٿيڻ وارو بيان

# سَفرِ حج جا آداب

هن بيان ۾ اوهان ڄاڻي سگهندؤ...



پيشڪش

اَلْمَدِيْنَةُ الْعِلْمِيَة

Islamic Research Center

(شعبہ: بیاناتِ دعوتِ اسلامی)




FOR FEEDBACK
(+92) 315 2692 786



GET MORE SPEECHES
(+92) 310 8882 033

اَلۡحَمۡدُ لِلّٰہِ رَبِّ الۡعٰلَمِیۡنَ وَ الصَّلٰوۃُ وَ السَّلَامُ عَلٰی خَاتَمِ النَّبِیّٖن ط
اَمَّا بَعۡدُ فَاَعُوۡذُ بِاللّٰہِ مِنَ الشَّیۡطٰنِ الرَّجِیۡم ط بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡم ط

اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیۡكَ یَا رَسُوۡلَ الله وَعَلٰی اٰلِكَ وَاَصۡحٰبِكَ یَا حَبِیۡبَ الله
اَلصَّلٰوۃُ وَالسَّلَامُ عَلَیۡكَ یَا نَبِیَّ الله وَعَلٰی اٰلِكَ وَاَصۡحٰبِكَ یَا نُوۡرَ الله

نَوَیۡتُ سُنَّتَ الۡاِعۡتِکَافِ (ترجمو: مون سنّتِ اعتڪاف جي نيّت ڪئي)

# دُرود شريف جي فضيلت

حضرت سُفيان ثوري رَحۡمَةُ اللّٰهِ عَلَيۡه جيڪي تمام وڏا عالِم، فاضِل، مُحدّث ۽ وڏا وَلِيِ الله ٿي گذريا آهن. پاڻ فرمائن ٿا تہ: هڪ دفعو مون کي حجّ جي سعادت مليِ، مون طواف جي دوران هڪ نوجوان کي ڏٺو، هو طواف جون بيون دُعائون پڙهڻ بدران صِرف درود پاڪ ئي پڙهي رهيو هو. مون حيرانيءَ مان ڪانئس پڇا ڪئي: تون صِرف درود پاڪ ئي ڇو پڙهي رهيو آهين، بيون دُعائون بہ تہ آهن، اهي ڇو نہ ٿو پڙهين...؟ ان نوجوان پهريان منهنجو نالو پڇيو، پوءِ پنهنجو واقعو ٻڌائيندي چيائين: مان ۽ منهنجو والِد صاحب حج لاءِ روانا ٿيا هئاسين، سَفر جي دوران هڪ جاءِ تي منهنجا والد صاحب سخت بيمار ٿي پيا، تنهنڪري اسان اتي ئي ترسي پياسين، عِلاج وغيره شروع ڪيو پر

مرض بڑھتا گیا جُوں جُوں دوا کی

والد صاحب جو آخري وقت اچي چڪو هو، تنهنڪري ڪنهن بہ دوا اثر نہ ڪيو، آخرڪار منهنجو والد محترم وفات ڪري ويو. هڪ تہ سفر جون مشڪلاتون، ٻيو والد صاحب جو صدمو ...!! ان سان گڏوگڏ هڪ ٻي مشڪل اها ٿي وئي جو جيئن ئي والد صاحب جو انتقال ٿيو، ان وقت ئي سندن چهرو ڪارو سياهہ ٿي ويو. مان تمام گهڻو پريشان ٿيس، دل صدمي ڪان چُور چُور هئي، انهيءَ پريشانيءَ جي حالت ۾ اوچتو منهنجي اک لڳي وئي، ڇا ٿو ڏسان تہ هڪ نهايت حسين ۽ جميل هستي، نُوراني چهرو چمڪائيندي، خوشبوءِ پکيڙيندي تشريف فرما ٿيا، هنن والد صاحب جي چهري تي پنهنجو نُوراني هٿ ڦيرايو، بس مبارڪ هٿ لڳڻ جي دير هئي، والِد صاحِب جو چهرو جڳمڳائجي ويو...!!

تنهائي ۽ پريشانيءَ جي عالَم ۾ مون غريب تي اهڙي ڪرم نوازي فرمائڻ کان پوءِ اها شخصيت جڏهن واپس موٽڻ لڳا تہ مان چرين وانگر سندن دامن پڪڙي ورتو ۽ ڪائنئن پڇيو: اي ڏکايل دل کي چين بخشڻ وارا...!! اوهان ڪير آهيو؟ هنن فرمايو: ڇا تون مون کي نہ ٿو سڃاڻين؟ مان تنهنجو نبي مُحَمَّد صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم آهيان. تنهنجو والد گنهگار هو پر مون تي ڪثرت سان درود شريف پڙهندو هو، هن مون کي فرياد ڪئي، بيشڪ جيڪو مون تي ڪثرت سان درود پڙهندو آهي، مان ان جي فرياد ٻڌندو آهيان ۽ ان جي مدد فرمائيندو آهيان.

فريادِ اُمّتی جو کرے حالِ زار میں | ممکن نہیں کہ خیرِ بشر کو خبر نہ ہو[1]

نوجوان وڏيڪ چيو: ان کان پوءِ منهنجي اک کلي وئي، مون ڏٺو تہ والد صاحب جو چهرو حقيقت ۾ جڳمڳائي رهيو هو.

دنیاوآخرت میں جب میں رہوں سلامت | پیارے پڑھوں نہ کیوں کر تم پر سلام ہر دم
لِلّٰہ! اب ہماری فریاد کو پہنچئے! | بے حد ہے حال اَبتَر تم پر سلام ہر دم[2]

صَلُّوْا عَلَى الْحَبِيب! صَلَّى اللّٰهُ عَلٰى مُحَمَّد

## بيان ٻڌڻ جون نِيّتون

حديثِ پاڪ ۾ آهي: اِنَّمَا الْاَعْمَالُ بِالنِّيَّات عملن جو دارو مدار نيتن تي آهي-[3]

اي عاشقانِ رسول! سنين سنين نيتن سان عمل جو ثواب وڌي ويندو آهي اچو تہ بيان ٻڌڻ کان پهريان ڪجهہ سنيون سنيون نيتون ڪري وٺون ٿا. نيت ڪيو تہ ! ۞ الله جي رضا جي لاءِ بيان ٻڌندس ۞با اَدَب ويهندس ۞ خوب توجهہ سان بيان ٻڌندس ۞ جيڪو ٻڌندس ان کي ياد رکڻ، پاڻ عمل ڪرڻ ۽ ٻين تائين پهچائڻ جي ڪوشش ڪندس.

صَلُّوْا عَلَى الْحَبِيب! صَلَّى اللّٰهُ عَلٰى مُحَمَّد

---

1... حدائق بخشش، صفحہ:130۔
2... ذوق نعت، صفحہ:168 ملتقطاً۔
3... بخارى، كِتَاب بَدءُ الْوَحى، صفحہ:65، حديث:1۔

# ڪثرت سان روئڻ وارو حاجي

حضرت مُخَوَّل رَحۡمَۃُاللّٰہِعَلَیۡہ فرمائن ٿا: حضرت بُهَيۡم عِجلي رَحۡمَۃُاللّٰہِعَلَیۡہ مون کي چيو: منهنجو حج ڪرڻ جو ارادو آهي، ڪنهن کي منهنجو رفيقِ سَفر (يعني ساٿي) ٻڌايو! منهنجو هڪ پاڙيسري بہ حج تي وڃڻ چاهي پيو، مون ان پاڙيسري کي حضرت بُهيم عِجلي رَحۡمَۃُاللّٰہِعَلَیۡہ جو رفيق ٻڌائي ڇڏيو.

حضرت بُهَيم عِجلي رَحۡمَۃُاللّٰہِعَلَیۡہ تمام نيڪ ۽ متقي بزرگ هئا، خوفِ خُدا جي ڪري تمام گهڻو روئندا هئا. حضرت مُخَوَّل رَحۡمَۃُاللّٰہِعَلَیۡہ فرمائن ٿا: منهنجي پاڙيسري کي جڏهن انهن جي روئڻ جي باري ۾ معلوم ٿيو تہ مون وٽ آيو ۽ چيائين: آءٌ حضرت بُهَيم عِجلي ط سان گڏ نہ ٿو وڃي سگهان، مون کي ڪنهن ٻئي جو رَفيق ٻڌايو! مون حيرت مان پڇيو: اسان جي سڄي شهر ۾ انهن جهڙو نيڪ ۽ بااخلاق شخص نہ هوندو...!! پوءِ بہ تون انهن جي صحبت کان محرومي ڇو ٿو چاهين؟ پاڙيسري وراڻيو: اهي اڪثر روئندا رهندا آهن. انهن سان گڏ منهنجو سَفر خوشگوار نہ ٿي سگهندو. فرمائن ٿا: مون پنهنجي پاڙيسري کي سمجهايو تہ هي تمام سٺا بزرگ آهن، نيڪ آهن، تقوا وارا آهن، انهن جي صحبت تنهنجي لاءِ تمام گهڻو فائديمند ٿيندي. اهو ٻڌي هو راضي ٿي ويو.

خير! سَفر شروع ٿيو، حج جو قافلو مڪي شريف ڏانهن روانو ٿي ويو. جڏهن اهي حج تان واپس موٽي آيا تہ مان پنهنجي پاڙيسري وٽ ويس، هن منهنجو شڪريو ادا ڪندي چيو: اللّٰه پاڪ توهان کي جزاءِ خير عطا فرمائي، مون حضرت بُهَيم عِجلي رَحۡمَۃُاللّٰہِعَلَیۡہ جهڙو ماڻهو ڪڏهن نہ ڏٺو آهي، مان مالدار آهيان، هو غريب آهن، ان جي باوجود هو مون تي خرچ ڪندا هئا، اهي پيرسن هئڻ جي باوجود نفلي روزا رکندا هئا، مون بي روزائت جوان جي لاءِ کاڌو تيار ڪندا هئا ۽ منهنجي بيحد خِدمت ڪندا هئا.

حضرت مُخَول رَحۡمَۃُاللّٰہِعَلَیۡہ فرمائن ٿا: مون پڇيو: تون حضرت بُهَيم عِجلي رَحۡمَۃُاللّٰہِعَلَیۡہ جي روئڻ کان تمام گهڻو پريشان هئين، هاڻي توهان جو ان جي باري ۾ ڇا خيال آهي؟ پاڙيسري جواب ڏنو: پهريان تہ مون سميت ٻيا قافلي وارا بہ انهن جي روئڻ جي ڪثرت سبب گهٻرائجي ويندا هئا، پر آهستي آهستي انهن

جي صحبت جي برڪت سان اسان تي بہ رِقّت طاري ٿيڻ لڳي، انھن سان گڏ اسان بہ (خوفِ خُدا ۽ عشقِ مصطفيٰ) ۾ روئندا ھئاسين(1).

يادِ نبیِّ پاک میں روئے جو عمر بھر | مولیٰ مجھے تلاش اُسی چشمِ تر کی ہے

صَلُّوْا عَلَی الْحَبِیْب! صَلَّی اللّٰہُ عَلٰی مُحَمَّد

پيارا اسلامي ڀائرو! اسان ھڪ خوبصورت ۽ رِقت انگيز واقعو ٻڌو، ان ۾ اسان جي لاءِ سبق آھي، خاص طور تي حضرت بُهَيم عِجلي رَحْمَۃُ اللّٰہِ عَلَیْہ جي ڪردار تي غور فرمايو! ڪيترو نہ پُر اثر ڪردار آھي...!! وڏو باڪمال ھوندو آھي اھو شخص جيڪو صرف ڳالھيون نہ ڪندو آھي بلڪ پنھنجي ڪردار سان ٻين جي زندگي بدلائي ڇڏيندو آھي، جنھن سان چار ڏينھن گڏ گذاري، ان جي سوچ، ذھن، ڪردار ۽ گفتار ۾ مثبت تبديليون آڻي ڇڏيندو آھي.

حضرت بُهَيم عِجلي رَحْمَۃُ اللّٰہِ عَلَیْہ جي ڪردار ۾ اسان ڪي اھڙو ئي باڪمال شخص نظر اچي رھيو آھي. سندن ساٿي شروع ۾ انھن سان گڏ وڃڻ لاءِ تيار نہ پئي ٿيو، پر جڏھن 4 ڏينھن انھن سان گڏ گذارڻ جي سعادت حاصل ڪيائين تہ ان جا طور طريقا ئي بدلجي ويا، شروع ۾ گھڻو روئڻ کي بُرو سمجھندو ھو، سندن گمان ھو تہ ان طرح سَفر خوشگوار نہ ٿي سگھندو پر حضرت بُهَيم رَحْمَۃُ اللّٰہِ عَلَیْہ جي برڪت سان جڏھن ڪيس روئڻ جي لذت حاصل ٿي تہ ان جو ئي ٿي ويو.

## ھر مسلمان مبلغ آھي

پيارا اسلامي ڀائرو! ھڪ مسلمان جو ڪردار اھڙو ئي ھجڻ گھرجي، ھي ڳالھ ياد رکو تہ! ھر مسلمان مبلغ آھي، ھر لمحي مبلغ آھي، ھر وقت ۽ ھر جڳھ تي مبلغ آھي. ھڪ مسلمان جو اھو شان ھوندو آھي تہ ۞ ان جي ڳالھين مان خوشبو ايندي آھي ۞ ان جي ڪردار مان خوشبو ايندي آھي ۞ ھو بي نمازين سان ويھي تہ انھن کي نمازي بڻائي ڇڏيندو آھي ۞ وياج خورن سان ويھي تہ انھن کي رزقِ حلال ڪمائڻ جو عادي بڻائي ڇڏيندو آھي ۞ غفلت ۾ ٻڏل ماڻھن ۾ ويھي تہ انھن کي اللہ وارو بڻائي ڇڏيندو آھي. اھو ھڪ مسلمان جو

1 عيون الحكايات، الحكاية التاسعة و الخمسون...الخ، صفحہ:81 ملخصاً

شان هوندو آهي. ڪاش! اسان سڀ اهڙا ئي ٿي وڃون. جيڪڏهن پاڻ اهڙا نہ ٿا ٿي سگهون تہ ڪاش! اهڙن جي صحبت ۾ ويهڻ وارا ٿي وڃون.

**حديث شريف** ۾ آهي، محبوبِ ذيشان، مڪي مَدَني سلطان صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي خدمت ۾ سوال ڪيو ويو: يارسولَ الله صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم! اَيُّ جُلَسَائِنَا خَيْرٌ؟ يعني يارسولَ الله صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم! اسان جو بهترين هم نشين ڪير آهي؟

ان جو جواب غور سان ٻڌو، پياري آقا صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم بهترين هم نشين جون ٽي نشانيون ٻڌايون، فرمايائون: **(1):** جنهن کي ڏسڻ سان توهان کي الله پاڪ جي ياد اچي **(2):** جنهن جون ڳالهيون ٻڌي توهان جي اندر عمل جو جذبو وڌي وڃي **(3):** جنهن جو عمل ڏسي توهان کي فِڪرِ آخرت نصيب ٿي وڃي (اهو توهان جو بهترين هم نشين آهي.) [1]

ڪيڏي نہ خوبصورت هي حديثِ پاڪ آهي، پياري مَحْبُوب صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جا عطا ڪيل هي ٽي نقطا چڻ تہ اسان جي لاءِ آئينو آهن. هڪ مسلمان جي پسنديده پوزيشن ڇا آهي؟ هي ٽي اوصاف. انهن جي ٻنهي پهلوئن کي پيشِ نظر رکو. ❀يعني مون کي سٺي صحبت گهرجي، جنهن سان مان دوستي ڪري رهيو آهيان، جنهن وٽ ويهان ٿو، مان ان ۾ اهي ٽيئي اوصاف ڏسندس **(1):** ڇا ان کي ڏسڻ سان الله ياد ايندو آهي؟ **(2):** ڇا ان جي ڳالهين سان عمل جو جذبو وڌندو آهي؟ **(3):** ڇا ان جو ڪردار ڏسڻ سان فِڪرِ آخرت ۾ اضافو ٿيندو آهي؟ جنهن ۾ اِهي ٽيئي ڳالهيون هونديون، مون کي ان سان دوستي ڪرڻي آهي، ان کي پنهنجو هم سَفر بڻائڻو آهي. ❀ اهڙي طرح ان جو ٻيو پهلو بہ آهي، اُهو هي تہ جيڪو مون سان گڏ آهي، جيڪو مون کي پنهنجو دوست، پنهنجو رفيقِ سَفر بڻائڻ چاهي ٿو، اهو بہ منهنجي اندر اهي ئي ٽي شيون ڏسڻ چاهيندو هوندو. تنهنڪري مون کي بہ اهي ئي ٽيئي شيون پنهنجي اندر پيدا ڪرڻيون آهن ۞ مٿي کان وٺي پيرن تائين منهنجو لباس، منهنجو حليو، منهنجو ڪردار، منهنجي گفتار سڀ ڪجهہ سنت جي سانچي ۾ اهڙي طرح گهڙيل هجي جو ڏسڻ

1 مسند ابی يعلی، جلد:3، صفحہ:42، حديث:2431۔

واري کي خدا ياد اچي وڃي ۞ منهنجون ڳالهيون فضول نہ هجن، بيهوده ڳالهيون ڪرڻ وارو نہ هُجان، بلڪ جڏهن بہ ڳالهايان، سٺو ڳالهايان، منهنجي زبان مان هر وقت نيڪي جي دعوت جا گل ڪِرندا رهن ۞ ۽ ڪردار اهڙو هجي جو جيڪو ڏسي، ان کان دنيا وسري وڃي ۽ کيس آخرت جو فِڪر نصيب ٿي وڃي. ڪاش! اسان اهڙا بااخلاق، باڪردار ۽ پُراثر مسلمان ٿيڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃون.

عمل کا ہو جذبہ عطا یاالٰہی!
گناہوں سے مجھ کو بچا یاالٰہی!
ہو اَخلاق اچھا ہو کِردار سُتھرا
مجھے مُتّقِی تو بنا یاالٰہی!(1)

صَلُّوْا عَلَی الْحَبِیْب! صَلَّی اللّٰہُ عَلٰی مُحَمَّد

## ڪِناري تي حاجين جو جهاز بيهر لڳي چڪو آهي

پيارا اسلامي ڀائرو! اَلحمدُلِلّٰه! حج جا ڏِينهَن ويجها آهن، عازِمِينِ حج (يعني حج جو ارادو رکڻ وارا خوش نصيب حضرات) سَفرِ حج جي تيارين ۾ مَصْرُوف هوندا ۞ اِحرام خريد ٿي رهيا هوندا ۞ سفر جو سامان ٻڌجي رهيو هوندو ۞ ۽ ڪي خوش نصيب تہ مڪي ۽ مديني ڏانهن روانا بہ ٿي چڪا هوندا. ڪاش! اهي سعادتون اسان کي بہ نصيب ٿي وڃن. اسان بہ اِحرام ٻڌون، لَبَّيْك اَللّٰهُمَّ لَبَّيْك جون صدائون بلند ڪندا مڪي پاڪ ڏانهن روانا ٿيون ۞ طوافِ ڪعبہ جي سعادت حاصل ڪريون ۞ صفا ۽ مروه جي سَعي ڪيون ۞ وُقوفِ عرفات ۽ وقوفِ مُزْدَلِفه جا مزا ماڻيون ۞ رَمِيءِ جَمَرات (يعني شيطانن کي پٿريون هڻڻ) جي ذريعي دل کي سڪون پهچايون. ڪاش! صد ڪروڙ ڪاش...!! مديني پاڪ جي پُرنُور فضائن ۾ پهچڻ، سبز سبز گنبذ جي خوبصورت نظارن سان اکيون ٺارڻ نصيب ٿي وڃي.

آقا! نہ ٹوٹ جائے یہ دل کا آبگینہ
بلوایئے مدینے دکھلایئے مدینہ
دل رو رہے ہیں جن کے آنسو چَھلک رہے ہیں
اُن عاشقوں کا صدقہ بلوایئے مدینہ

1 وسائلِ بخشش، صفحہ:102-104 ملتقطاً۔

روضے کو دیکھنے کو آنکھیں ترس رہی ہے | دِکھلا دو سبز گنبد اے سیّدِ مدینہ!

صَلُّوْا عَلَی الْحَبِیْب! صَلَّی اللّٰہُ عَلٰی مُحَمَّد

## سُوالَ بہ پاڻ ٻُڌايائون ۽ جواب بہ پاڻ ڏنائون

ابن حَبّان جي روايت آهي، هڪ ڀيرو هڪ انصاري صحابي پياري آقا، مڪي مدني مصطفيٰ صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي خدمت ۾ ڪجھ سوال پڇڻ لاءِ حاضر ٿيا، رسولِ اڪرم، نورِ مُجَسَّم صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم فرمايو: جيڪڏهن تون چاهين تہ تون مون کان سوال ڪر! ۽ جيڪڏهن چاهين تہ آءٌ ئي توکي تنهنجا سوال بہ ٻڌايان ۽ انهن جا جواب بہ ٻڌايان. صحابي رَضِیَ اللّٰہُ عَنْہُ عرض ڪيو: يارسولَ الله صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم! اوهان ئي ارشاد فرمايو تہ آءٌ ڇا پڇڻ آيو آهيان؟ آقا ڪريم صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم فرمايو: تون پڇڻ آيو آهين تہ ۞ جڏهن حاجي پنهنجي گھر کان نڪرندو آهي تہ ان جي لاءِ ڪهڙو ثواب آهي؟ ۞ جڏهن هو ميدانِ عرفات ۾ ترسندو آهي تہ ان جي لاءِ ڪهڙو ثواب آهي؟ ۞ جڏهن هو شيطانن کي پٿريون هڻندو آهي تہ ان جي لاءِ ڪهڙو ثواب آهي؟ ۞ جڏهن حاجي پنهنجو مٿو ڪُوڙائيندو آهي تہ ان جي لاءِ ڪهڙو ثواب آهي؟ ۞ جڏهن حاجي آخري طواف پورو ڪندو آهي تہ ان جي لاءِ ڪهڙو ثواب آهي؟ انصاري صحابي رَضِیَ اللّٰہُ عَنْہُ عرض ڪيو: اي الله پاڪ جا نبي صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم! ان ذات جو قسم! جنهن اوهان کي سچو نبي بڻائي موڪليو آهي، بيشڪ اوهان سڀ سوال صحيح ارشاد فرمايا آهن، هاڻي انهن جا جواب بہ عطا فرمايو، رسولِ اڪرم، نورِ مُجَسَّم صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم فرمايو: ۞ جڏهن حاجي پنهنجي گھر کان نڪرندو آهي تہ ان جي سواري جي هر قدم جي بدلي ۾ ان جي لاءِ هڪ نيڪي لکي ويندي آهي ۽ ان جو هڪ گناهہ معاف ڪيو ويندو آهي ۞ جڏهن هو ميدانِ عرفات ۾ ترسندو آهي تہ الله پاڪ پنهنجي شان جي لائق آسمان دنيا تي تجلي فرمائيندو آهي ۽ فرمائيندو آهي: اي فرشتو! شاهد ٿي وڃو! مان ان جا گناهہ معاف ڪري ڇڏيا، توڙي جو بارش جي قطرن ۽ وارِيءَ جي ذَرَن جي برابر هجن.

رسولِ اڪرم، نورِ مُجَسَّم صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم وڌيڪ فرمايو: ۞ جڏهن حاجي شيطانن کي پٿريون هڻندو آهي تہ قيامت تائين ان جو ثواب ڪوبہ نہ ٿو ڄاڻي

سگهي ۞ جڏهن هو پنهنجو مٿو ڪُوڙائيندو آهي تہ ان جي مٿي مان ڪِرڻ واري هر هڪ وار جي بدلي ۾ قيامت جي ڏينهن ان جي لاءِ نور هوندو ۞ ۽ جڏهن حاجي ڪعبي شريف جو آخري طواف ڪندو آهي تہ گناهن کان ايئن پاڪ ٿي ويندو آهي جيئن ان ڏينهن هو جنهن ڏينهن سندس ماءُ کيس جنم ڏنو هو.[1]

## حج جو فضيلتون ۽ برڪتون

سُبْحٰنَ الله! پيارا اسلامي ڀائرو! غور فرمايو! حج ڪرڻ جون ڪيڏيون زبردست فضيلتون آهن ۞ حاجي گهر کان نڪرندو آهي تہ ان جي هر قدم تي هڪ نيڪي لکي ويندي آهي ۞ هڪ گناهہ مٽايو ويندو آهي ۞ ميدانِ عرفات ۾ ان جا سمورا گناهہ معاف ڪيا ويندا آهن ۞ حاجي جڏهن شيطان کي پٿريون هڻندو آهي تہ ان کي بيشمار اَجر عطا ڪيو ويندو آهي ۞ حاجي وار ڪُوڙائيندو آهي تہ هڪ هڪ وار جي بدلي ۾ روزِ قيامت هڪ نور عطا ڪيو ويندو ۞ حاجي جڏهن بيت الله جو آخري طواف ڪندو آهي تہ هو گناهن کان بلڪل پاڪ ٿي ويندو آهي ۞ مقبول حج جي جزا جنت آهي ۞ حج اڳوڻن گناهن کي مٽائي ڇڏيندو آهي ۞ حاجي پنهنجي گهر وارن مان چار سئو ماڻهن جي شفاعت ڪندو ۞ حاجي جنهن جي لاءِ دعاءِ مغفرت ڪري ان جي بہ مغفرت ٿي ويندي آهي ۞ حاجي الله جو مهمان (*Guest*) آهي ۞ حاجي جي دعا قبول ڪئي ويندي آهي ۞ حاجي جي تنگدستي دور ڪئي ويندي آهي ۞ جيڪو حاجي سفرِ حج ۾ فوت ٿي وڃي، قيامت جي ڏينهن پنهنجي قبر مان بلند آواز سان تَلبِيَہ (يعني لَبَّيْكَ اَللّٰهُمَّ لَبَّيْكَ) پڙهندو اٿندو ۞ حاجي کي دورانِ سفر هڪ روپيو خرچ ڪرڻ جي بدلي ۾ ڏهہ لک روپيا خرچ ڪرڻ جو ثواب ملندو آهي ۞ حاجي طوافِ ڪعبہ جو شرف حاصل ڪندو آهي تہ ان تي سٺ رحمتون نازل ٿينديون آهن ۞ حاجي مسجدِ حَرام(يعني جتي خانہ ڪعبہ آهي، ان مسجد) ۾ نماز پڙهندو آهي تہ ان کي چاليهہ رحمتون نصيب ٿينديون آهن ۞ حاجي مسجدِ حَرام

---

1...صحيح ابن حبان، كتاب كتاب الصلاة، صفحه:586، حديث:1887۔

۾ پهچي صرف ڪعبي شريف جي زيارت ڪندو آهي ته ان تي ويهه رحمتون نازل ٿينديون آهن.

سُبْحٰنَ الله! هي ڪيڏا نه عظيم فضائل آهن، الله پاڪ اسان کي به حج جو شوق نصيب فرمائي، ڪاش...! اسان به حج جي سعادت حاصل ڪيون.

| | |
|---|---|
| بڑا حجّ پہ آنے کو جی چاہتا ہے | بُلاوا اب آئیگا کب یا الٰہی! |
| مَیں مکّے میں آؤں مدینے میں آؤں | بنا کوئی ایسا سَبب یا الٰہی! |

# سفرِ حج جا آداب

پيارا اسلامي ڀائرو! حج سَفرِ عشق آهي ۽ هي سَفر سوز و گُداز ۽ رِقَّت سان ڀرپور هجي ته مزو ٻيڻو ٿي ويندو آهي. قرآن ڪريم ۾ هن پاڪ سَفر جا ڪجهه آداب بيان ڪيا ويا آهن، اسان کي گهرجي ته جڏهن به سَفرِ حج يا سَفرِ عمره جي سعادت ملي ته انهن آدابن جو لحاظ رکون.

جيڪڏهن اها سعادت نه به ملي، تڏهن به هي آداب اهڙا آهن جو اسان کي پنهنجي روزمره زندگي ۾ انهن جو لحاظ رکڻ گهرجي. اهي آداب ڪهڙا آهن؟ اچو ته ! ٻڌون ٿا:

# (۱) لڙائي ۽ جهيڙي کان پاڪ سفر

الله پاڪ فرمايو:

| | |
|---|---|
| اَلۡحَجُّ اَشۡهُرٌ مَّعۡلُوۡمٰتٌ ۚ فَمَنۡ فَرَضَ فِيۡهِنَّ الۡحَجَّ فَلَا رَفَثَ وَلَا فُسُوۡقَ ۙ وَلَا جِدَالَ فِي الۡحَجِّ ؕ (پارو:2، سوره بقره:197) | ترجموڪنزالعرفان: حج ڪجهه معلوم مهينا آهن ته جيڪو اِن ۾ حج جي نيت ڪري ته حج ۾ نه عورتن جي سامهون همبستري جو تذڪرو ٿئي ۽ نه ڪو گناهه ٿئي ۽ نه ڪنهن سان جهيڙو ٿئي. |

آيتِ ڪريمه هن حصي ۾ حج جو هڪ ادب بيان ڪيو ويو آهي ته حج جي دوران هي 3 ٿي ڪم منع آهن: (1):رفث: هن جي معنيٰ آهي فحش ڳالهيون ڪرڻ، خاص طور تي عورتن جي باري ۾ جيڪي ڳالهيون ٿينديون آهن. زال مڙس جي مُتعلق

جيڪي ڳالهيون ٿينديون آهن جيئن ڪجھ بيباڪ نوجوان **تنهنجي زال، منهنجي زال** وغيره جهڙيون ڳالهيون ڪندا رهندا آهن. اهڙين ڳالهين کي رفث چيو ويندو آهي.[1] **(2):فسوق:** هن جي معنيٰ آهي گناهه ۽ برائي وارا ڪم **(3):جدال:** هن جي معنيٰ آهي لڙائي ۽ جهڳڙو ڪرڻ.[2]

هي جيڪي ٽيئي ڳالهيون آهن **(1):** رفث (يعني فحش ۽ گنديون ڳالهيون) **(2)** فُسوق (يعني گناهه) **(3)** جدال (يعني لڙائي ۽ جهڳڙو) عام ڏينهن ۾، پنهنجي گهر ۾، پنهنجي پاڙي ۾، پنهنجن دوستن جي محفل ۾ مطلب ته هر جڳهه تي منع آهن، پر حج، جيئن ته هڪ اهم عبادت آهي ۽ مڪو پاڪ حرم شريف آهي، پانهو احرام ٻڌي لَبَّيْكَ اَللّٰهُمَّ لَبَّيْك چئي خاص طور تي الله پاڪ جي بارگاهه ۾ حاضري جو عزم ڪري چڪو آهي، تنهنڪري انهن ٽنهي ڳالهين کان بچڻ انتهائي ضروري آهي.

پيارا اسلامي ڀائرو! هي **3** آداب آهن. جڏهن به حج جي سعادت ملي، عمري تي وڃڻ جي سعادت نصيب ٿئي، انهن ٽنهي ڳالهين کان اسان کي لازمي بچڻو آهي. هن مبارڪ سفر ۾ گندين ڳالهين کان بچڻو آهي، بلڪ حق ته اهو آهي ته اسان زبان جو **قُفلِ مدينه** لڳائي ڇڏيون (يعني خاموشي اختيار ڪريون) صرف سنيون ڳالهيون ڪيون، گناهن واريون ڳالهيون ڪرڻ ته پري جي ڳالهه آهي، فضول ڳالهيون به زبان تي نه آڻيون. اهڙي طرح ڪو به گناهه جو ڪم هن مقدس سفر جي دوران نه ڪرڻو آهي ۽ لڙائي ۽ جهيڙو به هرگز نه ڪرڻو آهي.

۽ جيسيتائين حج يا عمري جي سعادت نصيب نه ٿي ٿئي، تيسيتائين پنهنجي گهر، پنهنجي محلي، پنهنجي شهر ۽ دوستن جي محفلن وغيره ۾ به انهن ڳالهين کان بچڻو آهي.

## فحش ڪلامي جو وبال

**ترمذي شريف** جي حديث پاڪ ۾ آهي: فحش گوئي (يعني بي حيائي واريون ڳالهيون) بداخلاقي جي هڪ شاخ آهي ۽ بداخلاقي جهنم ڏانهن وٺي وڃڻ واري آهي.[3]

---

1 تفسير قرطبی، پاره:2، سورۂ بقره، زيرِ آيت:197، جز:2، جلد:1، صفحه:598 بتصرف۔

2 حاشيه جُمل مع جلالين، پاره:2، سورۂ بقره، زيرِ آيت:197، جلد:1، صفحه:238 ۔

3 ترمذی، کتاب البر و الصلة، باب ماجاء فی الحياء، صفحه:487، حديث:2009۔

حضرت ابراهيم بن ميسره رَحۡمَةُ اللّٰهِ عَلَيۡه فرمائن ٿا: فحش ڪلامي (يعني بي حيائي واريون ڳالهيون) ڪرڻ وارو قيامت جي ڏينهن ڪتي جي شڪل ۾ اٺاريو ويندو[1].

آئیں نہ مجھ کو وَسوسے اور گندے خیالات | دِے ذِہن کا اور دِل کا خُدا! قُفلِ مدینہ (2)

پيارا اسلامي ڀائرو! هي عبرت جهڙي ڳالهه آهي، اسان جا نوجوان اڄڪلهه جيڪي گنديون گنديون ڳالهيون ڪري رهيا آهن، انهن جو مثال بہ ماڻهو ڪهڙو ڏئي، اهڙيون بي حيائي واريون ڳالهيون ڪندا آهن جو باحيا شخص ٻڌي تہ پنهنجن ڪنن تي هٿ لڳائي، اهڙيون ڳالهيون ڪرڻ وارا هن مان عبرت حاصل ڪن تہ جيڪو گنديون ڳالهيون ڪندو آهي، قيامت جي ڏينهن ان کي ڪتي جي شڪل ۾ اٺاريو ويندو.

عِصیاں کے سمندر میں پھنسی ناؤ ہماری | تم آکے سنبھالو ہے بہُت دُور کَنارا
افسوس! گناہوں سے ہے پُر نامۂ اعمال | رکھئے گا مِری لاج قِیامت میں خُدارا

## لڙائي ۽ جهڳڙي جا نقصان

اهڙي طرح قرآن پاڪ ۾ بہ حج جي دوران جهيڙي کان منع ڪئي وئي آهي. ان مان اها ئي مراد آهي تہ لڙائي جهڳڙو عام حالتن ۾ بہ خراب آهي، غلط ڪم آهي پر حج جي سفر دوران زيادهہ خراب آهي. تنهنڪري اسان کي گهرجي تہ هر وقت، هر گهڙي لڙائي ۽ جهڳڙي کان بچندا رهون. مان اوهان کي هڪ ڪم جي ڳالهہ ٻڌايان؟ مسلمانن جو جيڪو سيني کان وڏو دشمن آهي، جيڪو مسلمانن کي سڀ کان وڌيڪ نقصان پهچائڻ وارو آهي، اهو پنهنجو پاڻ ۾ لڙائي جهڳڙو ڪرڻ آهي. مان اوهان کي هڪ حديث شريف ٻڌايان ٿو، ڏاڍي خوبصورت حديث آهي، هن کي ٿورو سمجهڻ جي ڪوشش ڪريو.

**مسلم شريف** جيڪو حديث جو هڪ معتبر ڪتاب آهي ان ۾ روايت آهي تہ:

محبوبِ ذيشان، مڪي مدني سلطان صَلَّى اللّٰهُ عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ارشاد فرمايو: زَوٰى لِيَ الۡاَرۡضَ منهنجي لاءِ زمين سميٽي وئي آهي، فَرَاَيۡتُ مَشَارِقَهَا وَمَغَارِبَهَا بس مون زمين جو اوڀر ۽ اولهہ ڏسي ورتو آهي

1 احياء العلوم، ڪتاب آفات اللسان، الآفة السابعة: الفحش...الخ، جلد:3، صفحه:151۔
2...وسائلِ بخشش، صفحه:95۔

سُبْحٰنَ الله! ڇا شان آهي منهنجي آقا صَلَّى اللّٰہُ عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو...!! وينا مديني شريف ۾ آهن، ڏسي سموري زمين رهيا آهن. اهو ئي تہ اسان جو حاضر ۽ ناظر جو عقيدو آهي تہ محبوبِ ذيشان صَلَّى اللّٰہُ عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم گنبذِ خضريٰ ۾ تشريف فرما آهن ۽ سموري زمين کي پنهنجي سامهون ملاحظ فرمائي رهيا آهن. اعليٰ حضرت رَحۡمَةُ اللّٰهِ عَلَيۡه فرمايو آهي:

شش جہت سمتِ مقابِل روز و شب ایک ہی حال
دُھوم وَالنَّجم میں ہے آقا تیری بینائی کی[1]

**وضاحت:** سمتِ مقابل يعني سامهون جي طرف. هي اسان عام ماڻهو آهيون، اسان کي صرف اها ئي شيءِ نظر ايندي آهي جيڪا اسان جي اکين جي اڳيان هجي پر نگاهِ مصطفيٰ صَلَّى اللّٰہُ عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو اهو ڪمال آهي جو پاڻ صَلَّى اللّٰہُ عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم هيٺ، مٿي، ساڄي، کاٻي، اڳيان، پويان هر طرف ڏسندا آهن، **6** ڇهه ئي طرف (يعني ساڄو، کاٻو، هيٺ، مٿي، اڳيان، پويان) پاڻ ؐ لاءِ ائين آهن جيئن عام اکِ جي لاءِ سامهون وارو طرف هوندو آهي ۽ اهو ائين نہ آهي تہ ڪنهن ڪنهن وقت ٿيندو آهي پر ڏينهن رات، هر وقت، هر گهڙي پاڻ ؐ جي نگاهہ جو اهو ئي ڪمال آهي. جيڪڏهن ان جو دليل ڏسڻو هجي تہ سيپارو **27**، سوره وَالنَّجْم پڙهو، الله پاڪ هن سورت ۾ پنهنجي محبوب صَلَّى اللّٰہُ عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي ڏسڻ جي قوت جو بيان فرمايو آهي.

خير اڳتي حديث پاڪ ٻڌو! پياري محبوب صَلَّى اللّٰہُ عَلَيۡهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو: جيستائين مون زمين کي ڏٺو آهي، تيستائين منهنجي امت جو جهنڊو لهرائيندو.

هي اسان جي لاءِ خوشخبري آهي تہ زمين جي چپي چپي تي اسلام جو جهنڊو ڦڙڪي رهيو آهي ۽ آئنده بہ اِنْ شَآءَ اللّٰهُ الْكَرِيْم! لهرائيندو رهندو.

ان کان پوءِ پياري محبوب ؐ دعا فرمائي، الله پاڪ جي بارگاهہ ۾ **2** عرض پيش ڪيائون: **(1):** اي الله منهنجي امت کي قحط يعني ڏُڪار سان هلاڪ نہ ڪجان. **(2):** اي الله پاڪ منهنجي امت تي دشمن کي مسلط نہ ڪجان.

---

1 حدائقِ بخشش، صفحہ:154

هيءَ دعاءِ مصطفيٰ هئي، اللّٰه پاڪ ارشاد فرمايو: اي پيارا محبوب! صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم منهنجي فيصلن کي رد نہ ٿو ڪري سگهجي، اي محبوب ط تنهنجي امت کي ڏُڪار جي ذريعي هلاڪ نہ ڪيو ويندو ۽ دشمن چاهي انهن کي چئني طرفن کان گهيري وٺي پوءِ بہ دشمن کي انهن تي مسلط نہ ڪيو ويندو. ها! (هڪ ڳالهہ آهي) توهان جا امتي (پاڻ ۾ ئي هڪ ٻئي سان جهڳڙو ڪندا)، هڪ ٻئي کي قتل ڪندا ۽ هڪ ٻئي کي قيدي بڻائيندا. [1]

هي سبق سکڻ جي ڳالهہ آهي، هن امت سان اهو واعدو ٿي چڪو آهي تہ ۞ هن امت کي قحط جي ذريعي هلاڪ نہ ڪيو ويندو ۞ ڪڏهن ڪڏهن ٿوري وقت لاءِ بارش جو رڪجي وڃڻ ۞ جزوي طور ڪاڏي جي ڪوٽ تي وڃڻ، اها الڳ ڳالهہ آهي پر اهڙو ڏُڪار نہ ايندو جو سموري امت ئي هلاڪ ٿي وڃي ۞ اهڙي طرح دشمن کي بہ هن امت تي مسلط نہ ڪيو ويندو. يعني ايئن نہ ٿيندو جو دشمن حملو ڪن ۽ سموري امت کي هلاڪ ڪري ڇڏين، ها! مسلمان پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان جهيڙا ڪندا ۞ پاڻُ پاڻُ جو گريبان پڪڙيندو ۞ هڪ ڪعبي جي طرف سجدو ڪرڻ وارا، هڪ قرآن کي پنهنجو امام بڻائڻ وارا، هڪ نبي صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جو ڪلمو پڙهڻ وارا، ڪڏهن برادري جي بنياد تي جهيڙا ڪندا آهن ۞ ڪڏهن سنڌي ۞ ڪڏهن پنجابي ۞ ڪڏهن پختون بڻجي پاڻ ۾ وڙهندا آهن ۞ ڪڏهن جهيڙي جو سبب پئسو هوندو آهي ۞ ڪڏهن ملڪيت تي جهيڙا ٿيندا آهن ۞ وراثت جي ڪري قتل ٿائين ڳالهيون پهچنديون آهن ۞ ڪڏهن صرف ذاتي انا ۽ تڪبر جهيڙن تي اياريندو آهي ۽ ڪيترائي قتل ٿي ويندا آهن. هي لڙايون، هي جهڳڙا اسان جا سڀ کان وڏا دشمن آهن. انهن جي نحوست سبب مسلمان ڪمزور ٿيندا آهن، خاندان ٽٽي ويندا آهن، پاڻ ۾ نا اتفاقي پيدا ٿي ويندي آهي، قوم ۽ ملت ۾ ڪمزوري اچي ويندي آهي ۽ نتيجي ۾ دشمن کي موقعو ملي ويندو آهي. تنهنڪري اسان کي گهرجي تہ اسان هميشہ پاڻ ۾ اتفاق ۽ اتحاد سان رهون.

---

1 مسلم، کتابُ الفتن و اشراط الساعۃ، باب هلاک هذه الامۃ بعضهم ببعض، صفحہ:1106، حديث:

# حاجين جي پاڻ ۾ محبت

اَلْحَمْدُلِلّٰه! حج جي موقعي تي يا عمري لاءِ وڃڻ وقت، مسلمانن جي پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان محبت، همدردي، خلوص، اتفاق ۽ اتحاد نظر ايندو آهي. سموري دنيا کان مسلمان مڪي ۽ مديني ۾ حاضر ٿيندا آهن، هڪ ٻئي جي ٻولي کان بہ واقف نہ هوندا آهن ۞ هڪ ڪي عربي ايندي آهي، اردو نہ ايندي آهي ۞ ٻئي ڪي اردو ايندي آهي، عربي نہ ايندي آهي ۞ هڪ ڪي فارسي ايندي آهي، انگريزي نہ ايندي آهي ۞ ٻئي ڪي انگريزي ايندي آهي، فارسي نہ ايندي آهي. زبانون مختلف هونديون آهن، هڪ ٻئي سان ڳالهہ ٻولهہ نہ ڪري سگهندا آهن، پر محبت ۽ همدردي جو جذبو اهڙو شاندار هوندو آهي جو جيڪڏهن ڪنهن جي منهن تي پريشاني نظر اچي وڃي تہ ...!!
۞ اشارن سان پڇندا آهن تہ ياءُ! ڪهڙي پريشاني آهي؟ ۞ پوءِ ان پريشاني ڪي حل بہ ڪندا آهن ۞ ڪو ويچارو بزرگ آهي، رستو ڀلجي ويو آهي، ان ڪي هٿ کان پڪڙي ڪيترائي ڪلوميٽر پري هوٽل تائين پهچائي ايندا آهن ۞ ڄاڻ سڃاڻ نہ هوندي آهي، تڏهن بہ سامان جي حفاظت ڪرڻ لاءِ ويهي رهندا آهن. مطلب تہ هڪ ٻئي سان همدردي جو سلسلو هلندو رهندو آهي. ان کان بہ وڌيڪ مزي جي ڳالهہ هي آهي تہ هڪ تہ مدد ڪندا آهن ۽ ٻيو تہ سامهون وارو جيڪڏهن مهرباني چئي شڪريو ادا ڪرڻ چاهي تہ ان کان پهريان مدد ڪرڻ وارو پاڻ مهرباني چئي شڪريو ادا ڪندو آهي تہ ياءُ! تنهنجي مهرباني جو تون منهنجي مدد قبول ڪئي. مولانا حسن رضا خان صاحب رَحْمَةُ اللّٰهِ عَلَيْه جو شعر آهي:

آتا ہے فقیروں پہ انہیں پیار کچھ ایسا | خود بھیک دیں، خود کہیں: منگتا کا بھلا ہو[1]

هن شانِ مصطفيٰ جو فيضان مسلمانن ڪي نصيب ٿيندو آهي ۽ ان جو پورو پورو اظهار مڪي ۽ مديني ۾ تي رهيو هوندو آهي.

ڪاش! اها سعادت اسان ڪي پنهنجن گهرن ۾ بہ نصيب ٿي وڃي ۞ پنهنجن پاڙيسرين سان ۞ پنهنجن دوستن سان ۞ واقفڪار ۽ اڻ واقف هر هڪ عاشقِ

1... ذوقِ نعت، صفحہ:211۔

رسول سان اسان اهڙي طرح همدردي ڪرڻ وارا ۞ هڪ ٻئي جي ڪم اچڻ وارا ۞ هڪ ٻئي سان اتفاق ۽ اتحاد سان رهڻ وارا ٿي وڃون.

## مسلمان پاڻ ۾ هڪ جسم وانگر آهن

پياري آقا، مڪي مدني مصطفيٰ صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو: مسلمان پاڻ ۾ هڪ جسم وانگر آهن، جيڪڏهن هڪ عضوي کي تڪليف ٿيندي آهي تہ سڀ عضوا متاثر ٿيندا آهن.[1]

مبتلائے درد کوئی عُضْو ہو، روتی ہے آنکھ | کس قدر ہمدرد سارے جسم کی ہوتی ہے آنکھ

هڪ ٻي حديث ۾ فرمايائون: مسلمان ٻئي مسلمان جي لاءِ عمارت وانگر آهي، جيڪي هڪٻئي کي مضبوط ڪندا آهن. اهو فرمائيندي، محبوبِ خدا، سردارِ انبياء صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم هڪ هٿ جون آڱريون ٻئي هٿ جي آڱرين ۾ وجهي ڇڏيون.[2]

ایک ہو جائیں تو بن سکتے ہیں خورشیدِ مبیں | ورنہ اِن بکھرے ہوئے تاروں سے کیا کام بنے

الله پاڪ! اسان کي اتفاق ۽ اتحاد جي توفيق نصيب فرمائي.

اٰمِین بِجَاہِ خَاتَمِ النَّبِیّٖن صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم.

## (2): زادِ سفر ساڻ کڻو

حج جا وڏيڪ آداب ڪهڙا آهن؟ الله پاڪ ارشاد فرمايو

وَتَزَوَّدُوْا (پارو:2، سوره بقره:197) | ترجموڪنزالعرفان: ۽ ثمر ساڻ کڻو.

روايتن ۾ آهي تہ ڪجهہ ماڻهو سفر جو ضروري سامان ۽ خرچ جو بندوبست ڪرڻ کان سواءِ ئي حج تي هليا ويندا هئا ۽ چوندا هئا تہ اسان الله پاڪ تي توڪل ڪيون ٿا، جڏهن مڪي پاڪ پهچندا هئا تہ کائڻ پيئڻ جي ضرورت پوڻ تي ماڻهن کان گُهرڻ شروع ڪندا هئا. انهن جي باري ۾ هيءَ آيت نازل ٿي ۽ فرمايو ويو: اي انسانو! پنهنجو سفر جو سامان ۽ ضروري خرچ وغيره کڻي حج لاءِ روانا ٿيو! ماڻهن

---

1... مسلم، ڪتاب البر والصلة، باب تَرَاحُمِ الْمُؤمنين، صفحہ:1001، حديث:2586 ملتقطاً۔
2... بخاري، ڪتاب الصلاة، باب تشبيک الاصابع، صفحہ:190، حديث:481 ۔

جي اڳيان هٿ نہ ڦهلايو! چاڪاڻ تہ ماڻهن جي اڳيان هٿ ٽنگڻ ۽ ٻين تي بار ٿيڻ توڪل نہ بلڪ توڪل جي خلاف آهي.[1]

## ناحق سوال ڪرڻ گناهہ آهي

پيارا اسلامي ڀائرو! هتان اسان کي سبق مليو تہ اسلام اسان کي خود داري سيکاري ٿو. حج جهڙي اهم عبادت آهي ۞ ڪعبي شريف جي زيارت ۞ وقوفِ عرفات ۞وقوفِ مزدلفہ جهڙيون سعادتون، اهڙا عظيم ڪم، بخشش ۽ مغفرت ڏيارڻ وارا نيڪ اعمال....!! هي ڪم ڪرڻا هجن، انهن جي لاءِ بہ هٿ ڊِگهيرڻ جي اجازت نہ آهي. بلڪ حڪم آهي تہ پاڻ محنت ڪيو، مال ڪمايو ۽ سفر جا ضروري خرچ ساڻ ڪٽي پوءِ حج جي لاءِ روانا ٿيو، ٻين تي بار ٿيڻ جي هرگز اجازت نہ آهي. ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ اسلام هٿ ٽنگڻ ۽ ناحق سوال ڪرڻ کي ڪيترو برو سمجهي ٿو. تنهنڪري اسان کي گهرجي تہ اسان محنت ڪرڻ وارا ٿيون، پِنڻ وارا هرگز نہ ٿيون، مفت خوري جي طرف نہ وڃون بلڪ حج جي سفر ۾ تہ اهو مستحب آهي تہ اسان ضرورت کان ٿورو وڌيڪ خرچ پاڻ سان گڏ کڻون تہ جيئن ٻين تي خرچ ڪري سگهون. تنهنڪري اسان کي عام حالتن ۾ بہ ۽ حج ۽ عمري جي سفر ۾ بہ ناحق سوال کان هميشہ بچندو رهڻ گهرجي.

**ناحق سوال جو مطلب:** جيڪڏهن ڪنهن جي اهڙي حالت نہ آهي جو شريعت ڪيس ڪنهن کان ڪجهہ گهرڻ جي اجازت ڏئي، ان جي باوجود بہ جيڪڏهن ڪو شخص سوال ڪري ٿو، ٻين جي اڳيان هٿ ٽنگي ٿو، مفت خوري ڏيکاري ٿو تہ اهڙي عمل کي ناحق سوال ڪرڻ چيو ويندو. **حديث شريف ۾ آهي:** جيڪو شخص بغير ضرورت جي سوال ڪندو آهي، اهو ڄڻ ٽانڊا کائيندو آهي.[2] **هڪ ٻي حديث ۾ آهي:** جيڪو شخص ٻين ماڻهن کان ان ڪري سوال ڪري تہ جيئن پنهنجو مال وڌائي تہ اهو جهنم جو گرم پٿر آهي، هاڻي ان کي اختيار آهي تہ چاهي ٿورو طلب ڪري يا گهڻو طلب ڪري.[3]

---

1 تفسير صراط الجنان، پاره:2، سورهٔ بقره، زيرِ آيت:197، جلد:1، صفحہ:358 بتصرف

2... معجم ڪبير، جلد:2، صفحہ:400، حديث:3426۔

3... ابن حبان، ڪتاب الزڪاة، ذڪر البيان بان الامر...الخ، صفحہ:946، حديث:3391۔

# (3): بهترين زادِ سفر

پيارا سلامي ڀائرو! الله پاڪ وڏيڪ ارشاد فرمايو:

فَاِنَّ خَیۡرَ الزَّادِ التَّقۡوٰی (پارو:2، سوره بقره:197) | ترجمو ڪنزالعرفان: پوءِ سڀ کان بهتر ثمر يقيناً پرهيزگاري آهي.

آيتِ ڪريمہ جي هن حصي ۾ اسان کي هڪ ٻيو سبق ڏنو ويو آهي تہ حج جو سفر هجي يا عمري جو سفر هجي ان جي لاءِ ضروري سامان ساڻ کڻڻو آهي ۽ خرچ جو بہ بندوبست ڪري هلڻو آهي. اهو عام طور تي ماڻهو ڪري رهيا هوندا آهن، وڏيون وڏيون پيٽيون يا ٿيلها خريد ڪيا ويندا آهن، هڪ هڪ شيءِ احتياط سان سنڀالي رکي ويندي آهي، سُئي، ڌاڳو، سُرمو، ٽُوال، ننڍيون ننڍيون شيون بہ احتياط سان رکيون وينديون آهن. ايئن ڪرڻ درست آهي، اهي شيون رکڻ گهرجن، سنت مان بہ اسان کي ان جي ترغيب ملي ٿي. پر هڪ ٻي شيءِ بہ آهي، جيڪا هن سفر ۾ ساڻ رکڻي هوندي آهي، اها ڪهڙي شيءِ آهي فرمايو ويو:

فَاِنَّ خَیۡرَ الزَّادِ التَّقۡوٰی (پارو:2، سوره بقره:197) | ترجمو ڪنزالعرفان: پوءِ سڀ کان بهتر ثمر يقيناً پرهيزگاري آهي.

بهترين زادِ راهہ **تقويٰ** آهي. ۞ هي سفرِ عشق آهي، هي سفرِ محبت آهي ۞ هن سفر ۾ رِقت گهرجي، دل جي نرمي گهرجي ۞ جڏهن ڪعبي شريف تي نگاهہ پوي، اکين مان ٽپ ٽپ ڳوڙها ڳڙڻ شروع ٿي وڃن ۞ جڏهن طواف ڪري رهيا هجون، الله پاڪ جي اڳيان حاضري جو تصور دل ۾ هجي ۞ دل عاجزي سان جهڪيل هجي ۞ اکيون ڳوڙها ڳاڙي رهيون هجن ۞ قدم قدم تي دل ۾ محبتِ الٰهي جوليون هڻي رهي هجي، هن مبارڪ سفر ۾ اهي شيون ذوق وذائڻ واريون آهن، هن مبارڪ سفر جون برڪتون ڀيٽيون ڪرڻ واريون آهن. اهي سڀ ڪيئن ايندليون؟ جڏهن دل ۾ تقويٰ هوندي ۽ ائين نہ آهي تہ جڏهن اسان جهاز ۾ ويهنداسين تہ تقويٰ اسان جي جهولي ۾ وڌي ويندي، نہ...!! اها تقويٰ اسان کي پاڻ سان گڏ کڻي وڃڻي آهي، پنهنجي گهر ۾ تقويٰ اختيار ڪرڻي آهي، عام زندگي ۾ تقويٰ اختيار ڪرڻي آهي، گناهن کان بچڻو آهي، نيڪيون ڪرڻيون آهن، ان جي برڪت سان دل

۾ رقت پيدا ٿيندي، سينو محبتِ الٰهي جو خزانو بڻجي ويندو، پوءِ اِنْ شَآءَ اللّٰهُ الْكَرِيْم! الله پاڪ جي بارگاهه ۾ حاضري جو لطف ئي نرالو هوندو.

تنهنڪري جيڪڏهن حج يا عمري جي تياري ڪري رهيا آهيو ته زادِ راهه ۾ تقويٰ کي به ضرور شامل ڪرڻ گهرجي ڇو ته اها بهترين زادِ سفر آهي.

## حج جي سفر جا بهترين همسفر

هڪ دفعي هڪ شخص حضرت حاتِمِ اَصَمّ رَحۡمَةُ اللّٰهِ عَلَيۡه کي عرض ڪيو: مون کي سَفرِ حج درپيش آهي، ڪو اهڙو همسَفر ٻڌايو جنهن جي صحبتِ بابَرَڪت جو فيض ماڻيندي الله پاڪ جي بارگاهه ۾ حاضر ٿي سگهان. حضرت حاتِمِ اَصَمّ رَحۡمَةُ اللّٰهِ عَلَيۡه فرمايو: اي پاءُ! جيڪڏهن تون هم نشيني چاهين ٿو ته تِلاوتِ قرآن جي هم نشيني (يعني صحبت) اختيار ڪر...!! (بحرالدموع ص 125)

هي بهترين هم سَفر آهي. ڪثرت سان تِلاوت ڪريو، دل ۾ تقويٰ پيدا ٿيندي ۞ گناهن کان بچو، دل نرم ٿيندي ۞ نيڪين مٿان نيڪيون ڪريو، دل پاڪ صاف ٿيندي ۞ گهٽي کان گهٽي توبهه ڪريو، اِسْتِغْفَار جي ڪثرت ڪريو، اِنْ شَآءَ اللّٰهُ الْكَرِيْم! دل پاڪ صاف ٿيندي ته سَفرِ حج جو لطف ٻيڻو ٿي ويندو.

## (4) سفرِ حج ۾ مساوات جو درس

الله پاڪ وڏيڪ فرمايو:

| | |
|---|---|
| ثُمَّ اَفِيۡضُوۡا مِنۡ حَيۡثُ اَفَاضَ النَّاسُ وَ اسۡتَغۡفِرُوا اللّٰهَ (پارو: 2، سوره بقره: 199) | ترجمو ڪنزالعرفان: پوءِ (اي قريش وارؤ!) توهان به اتان کان موٽو جتان ٻيا ماڻهو موٽندا آهن. |

هن آيت جي تفسير ۾ عُلماءِ ڪرام فرمائن ٿا: قريش جيئن ته تمام فضيلت وارو قبيلو آهي، تنهنڪري زمانهءِ جاهليت ۾ قريش وارن جي اها عادت هئي ته اهي عام ماڻهن جي نسبت پاڻ کي ممتاز رکندا هئا، ٿيندو ايئن هو جو هي مُزْدَلِفه ۾ ترسي پوندا هئا، عرفات نه ويندا هئا، باقي ماڻهو عرفان ڏانهن هليا ويندا هئا، هن ۾ اهي پنهنجي وڏائي سمجهندا هئا ته اسان عام ماڻهن جهڙا نه آهيون، اسان ٻين کان تمام افضل ۽ اعلىٰ آهيون تنهنڪري اسان عام ماڻهن

جيان ميدانِ عرفات نہ وينداسين. ان تي هيءَ آيتِ ڪريمہ نازل ٿي ۽ قريشين ڪي چيو ويو تہ اوهان بہ عام ماڻهن سان گڏ ميدانِ عرفات ۾ پهچندا ڪريو...!![1]

**تفسير صراط الجنان ۾ آهي:** هن مان معلوم ٿيو تہ اسلامي احڪام برادرين جي اعتبار سان نہ بدلجندا آهن ۽ نہ ئي ڪنهن جي رتبي ۽ مقام جي ڪري انهن ۾ تبديلي ٿيندي آهي، بلڪ امير ۽ غريب، گوري ۽ ڪاري، عربي ۽ عجمي، سيني جي لاءِ اسلام جا احڪام برابر آهن.[2]

## اسلام ۾ مساوات جو درس

پيارا اسلامي ڀائرو! هتي اسان ڪي مَسَاوات (يعني برابري) جو درس ڏنو ويو آهي. الله پاڪ جي بارگاهہ ۾ پهتا تہ سڀ هڪ ٿي ويا.

بندہ و صاحِب و محتاج و غنی ایک ہوئے | تیری سرکار میں پہنچے تو سبھی ایک ہوئے

هي اسان جي لاءِ سبق آهي تہ اسان کي غرور، تڪبر، وڏائي ۽ خودپسندي کان هميشہ بچڻ گهرجي، اسان جي نالي سان پلي ڪيترا بہ لقب لڳل هجن، اسين ڪيڏي بہ وڏي پوسٽ تي هجون، ڪيتري ئي وڏي عهدي وارا هجون، ڪيترا بہ مالدار ڇو نہ هجون، الله پاڪ جي دربار ۾ اسان سڀ ٻانها آهيون. تنهنڪري وڏائي کان اسان کي هميشہ بچڻو آهي.

## بلندي چاهڻ واري جي رُسوائي

هڪ بزرگ رَحۡمَةُاللّٰهِ عَلَيۡه فرمائن ٿا: مون مڪي پاڪ ۾ صَفا ۽ مروہ جي وچ ۾ هڪ خچر سوار ڏٺو، ڪجهہ غلام **پري ٿيو! پري ٿيو!!** جون صدائون لڳائيندي هن جي اڳيان ماڻهن کي هٽائي رهيا هئا. ڪجهہ عرصي کان پوءِ مون کي اهو ئي شخص بغداد ۾ وڏن وڏن وارن سان، اگهاڙن پيرن سان ۽ حسرت زدہ نظر آيو، مون حيرت مان پڇيو: الله پاڪ توسان ڪهڙو معاملو فرمايو؟ هن جواب ڏنو: مون اهڙي جاءِ (يعني مڪي پاڪ ۾) وڏائي چاهي جتي ماڻهو عاجزي ڪندا

---

1... تفسير خازن، پارہ:2، سورۃ بقرہ، زيرِ آيت:199، جلد:1، صفحہ:132 بتصرف۔
2 تفسير صراط الجنان، پارہ:2، سورۃ بقرہ، زير آيت:199، جلد:1، صفحہ:361۔

آهن تنهنڪري الله پاڪ مون کي اهڙي جاءِ تي رسوا ڪري ڇڏيو جتي ماڻهو بلندي حاصل ڪندا آهن[1].

وُہی سَر بَر سرِ محشر بُلندی پائے گا جو سر | یہاں دنیا میں اُن کے آستانے پر جُھکا ہو گا

الله پاڪ اسان جي حال تي رحم فرمائي، اسان کي هرگز هرگز وڏائي جو اظهار نہ ڪرڻ گهرجي. هڪ پنجابي شاعر ڏاڍي خوبصورت ڳالھ چئي آهي:

اُچے بَوْل نہ بَوْل ظُہُوْرِی حَقْ دِے بَنْدِے کَہِہ گئے نَیں

نِیْوِیْں پَاکے ٹُر دِیاں رہنا چَنگَا لگدا اے

**وضاحت:** اي ظهوري! الله پاڪ جا نيڪ بندا چئي ويا آهن تہ ڪڏهن بہ وڏائي نہ ڪريو! بس عاجزي سان سِر جهڪائي زندگي گذارڻ ، تمام سٺو لڳندو آهي.

صَلُّوْا عَلَی الْحَبِیْب! صَلَّی اللّٰہُ عَلٰی مُحَمَّد

# بيان جو خلاصو

بيان جو حاصل مطلب هي آهي تہ حج هڪ بهترين عبادت آهي، عشق ۽ محبت جو سفر آهي، الله پاڪ اسان کي هن سفر جي سعادت نصيب فرمائي. هن سفر جا ڪجھ آداب جيڪي اسان ٻڌا: **(1):** هن سفر ۾ زبان جي چڱي ريت حفاظت ڪرڻي آهي، گنديون ڳالهيون بلڪل بہ نہ ڪرڻيون آهن **(2):** گناهن کان مڪمل طور بچڻو آهي **(3):** لڙائي ۽ جهڳڙن کان بہ بچڻو آهي **(4):** ناحق سوال ڪرڻ کان بچڻو آهي **(5):** بهترين زادِ سفر تقوا آهي، تنهنڪري هميشہ تقوا اختيار ڪرڻي آهي**(6):** تڪبر ۽ وڏائي کان ڪوهين ڏُور رهڻو آهي.

انهن آدابن جو لحاظ اسان کي سَفر حج ۾ بہ رکڻو آهي، عمري جي سَفر ۾ بہ رکڻو آهي ۽ عام زندگي ۾ بہ رکڻو آهي. الله پاڪ اسان کي عمل جي توفيق نصيب فرمائي. اٰمِيْن بِجَاہِ خَاتَمِ النَّبِيّٖن صَلَّی اللّٰہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم.

---

1... الزواجر، الكبيرة الرابعة...الخ،جلد:1، صفحہ:81۔

# 12 ديني ڪمن مان هڪ ديني ڪم: مدني ڪورسز

پيارا اسلامي ڀائرو! دل ۾ مڪي ۽ مديني جي حاضري جو شوق پيدا ڪرڻ، باادب ۽ باوقار حاضري جا آداب سکڻ، تقوا ۽ طهارت حاصل ڪرڻ جي لاءِ هر وقت دعوتِ اسلامي جي ديني ماحول سان وابسته رهو! دعوتِ اسلامي جي ديني ڪمن ۾ زور شور سان حصو وٺو! اِنْ شَآءَ اللّٰهُ الْكَرِيْم! دين ۽ دنيا جون ڀلايون نصيب ٿينديون. **12** ديني ڪمن مان هڪ ديني ڪم **مدني ڪورسز** به آهي.

اَلْحَمْدُلِلّٰه! ۞ دعوتِ اسلامي عِلْمِ دين جو نور ورهائڻ واري ديني تحريڪ آهي ۞ گهٽ ۾ گهٽ فرض عِلْمِ دين جهڙوڪ وضو، غسل، نماز، نمازِ جنازه، روزو، زڪوات وغيره جا ضروري مسئلا ته هر مسلمان سکي ئي وٺي، دعوتِ اسلامي ان جو عزم رکي ٿي ۞ ان مقصد کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ دعوتِ اسلامي ڪيترائي شارٽ ڪورسز ڪرائيندي آهي: جهڙوڪ ۞ **7** ڏينهن جو فيضانِ نماز ڪورس ۞ **7** ڏينهن جو **12** ديني ڪم ڪورس ۞ **7** ڏينهن جو اِصلاحِ اَعمال ڪورس. ۽ ٻيا به ڪيترائي ڪورسز آهن.

**اوهان به اهي مختصر ڪورس ڪري وٺو!** اِنْ شَآءَ اللّٰهُ الْكَرِيْم! تمام گهڻيون برڪتون حاصل ٿينديون ۞ دين سکندؤ ته الله پاڪ راضي ٿيندو ۞ رزق ۾ برڪت ٿيندي ۞ عِلْمِ دين جو خزانو هٿ ايندو ۞ نيڪين ڪرڻ جو ذهن ٺهندو ۞ الله پاڪ جي عبادت صحيح انداز ۾ ڪري سگهندؤ ته اِنْ شَآءَ اللّٰهُ الْكَرِيْم! ڪرم ئي ڪرم ٿيندو ۞ مختصر ڪورسز جو هي فائدو پڻ آهي ته ماڻهو غير محسوس انداز ۾ گهڻو ڪجهه سکي وٺندو آهي ۞ ڪم ڪار به متاثر نه ٿيندا آهن ۽ ڪجهه ڏينهن ۾ چڱي ڀلي معلومات ملي ويندي آهي ۞ جيئن نماز آهي، ان جا احڪام ۽ مسائل ته ايترا آهن جو ڪتاب ڀريا پيا آهن، اسان جهڙا عام ماڻهو اهڙا وڏا وڏا ڪتاب ڪيئن پڙهن؟ ايترو وقت ڪيئن ڪڍن؟ تنهنڪري آسان طريقو هي آهي ته **7** ڏينهن جو فيضانِ نماز ڪورس ڪري وٺو، اِنْ شَآءَ اللّٰهُ الْكَرِيْم! انهن

وڏن وڏن ڪتابن جو حاصل مطلب اسان ڪي سيکاريو ويندو. ۞ وڏيڪ هي ته ديني ماحول به ملندو ۞ نيڪ ماڻهن جي صحبت به نصيب ٿيندي، ان جون پنهنجون برڪتون آهن.

## بگڙيل پُٽ نيڪ بڻجي ويو

هڪ اسلامي ڀاءُ جي بيان جو خلاصو آهي ته: اسان جي علائقي جو هڪ نوجوان، جيڪو پنهنجي والدين جو اڪيلو پٽ هو، غلط صحبت جي ڪري چرس جو عادي بڻجي ويو هو، گهر کان ٻاهر رهڻ سندس معمول هو، جنهن ڪري سندس والدين تمام گهڻو پريشان هئا. هڪ ڏينهن هڪ اسلامي ڀاءُ ان نوجوان کي سمجهائيندي ڪيس **63** ڏينهن جي تربيتي ڪورس ڪرڻ جي ترغيب ڏني، خوشقسمتيءَ سان هن مجي ورتو ۽ تربيتي ڪورس ۾ شريڪ ٿي ويو.

اَلْحَمْدُلِلّٰه! ڪجهه ڏينهن کان پوءِ ان نوجوان پنهجي گهر فون ڪري ٻڌايو ته تربيتي ڪورس ۾ تمام گهڻو لطف اچي رهيو آهي، وڌيڪ اهو ته مون پنهنجن سيني گناهن کان توبهه ڪري ورتي آهي، هاڻي مان باجماعت نمازون ادا ڪري رهيو آهيان، سنتون سکي رهيو آهيان ۽ مون کي تمام گهڻو سڪون ملي رهيو آهي. اَلْحَمْدُلِلّٰه! تربيتي ڪورس کان واپسيءَ تي هو واقعي بدلجي چڪو هو. سندس چهري تي ڏاڙهي ۽ مٿي تي عمامو سجيل هو.

اسلامي ڀاءُ وڌيڪ ٻڌايو ته ان نوجوان جي ماءُ روئي روئي دعوتِ اسلامي وارن کي دعائون ڏيندي آهي ته الله پاڪ کين سلامت رکي، جو ته انهن جي ڪوشش سان منهنجو بگڙيل پٽ نيڪ بڻجي ويو.

عطائے حبیبِ خدا دِینی ماحول | ہے فیضانِ غوث و رضا دِینی ماحول
اگر سنّتیں سیکھنے کا ہے جذبہ | تم آ جاؤ دیگا سکھا دِینی ماحول (1)

صَلُّوْا عَلَی الْحَبِیْب! صَلَّی اللّٰہُ عَلٰی مُحَمَّد

---

1...وسائلِ بخشش، صفحہ:646 ملتقطاً۔

# رَفِيْقُ الْحَرَمَيْن جو تعارف

شيخ طريقت، اميرِ اهلِ سنت، مولانا محمد اِلياس عطّار قادري دَامَتْ بَرَكَاتُهُمُ الْعَالِيَه حجاج اسلامي ڀائرن ۽ اسلامي ڀينرن جي تربيت لاءِ تمام پيارو ڪتاب رَفِيْقُ الْحَرَمَيْن مرتب فرمايو آهي، هن ڪتاب ۾ ۞ حج ۽ عمري جو مڪمل طريقو ۞ مختلف مقامات تي پڙهڻ واريون دعائون ۞ حج جا فرائض، واجبات، مڪروهات ۽ اهي ڪم جيڪي حج جي دوران حرام آهن ۞ احرام ٻڌڻ جو طريقو، طواف ۽ سعيءَ جو طريقو ۞ مختلف مقدس مقامات جا آداب ۞ اسلامي ڀينرن جي لاءِ ضروري احتياط ۞ مقاماتِ مُقَدَّسه جو تصويرن جي ذريعي تعارف ۞ الغرض شريعتِ اسلاميءَ جي روشنيءَ ۾ حج ۽ عمري جو مڪمل طريقو ڄاڻڻ جي لاءِ رَفِيْقُ الْحَرَمَيْن ڪتاب جو مطالعو فرمايو، حج ۽ عمري تي وڃڻ وارن دوستن ۽ احبابن کي تحفتاً پيش ڪيو، وڌيڪ دعوتِ اسلاميءَ جي آفيشل ويب سائيٽ تان PDF جي صورت ۾ بہ ڊائون لوڊ ڪري سگھو ٿا.

# حج ۽ عمره موبائل ايپليڪيشن

اي عاشقانِ رسول! اَلْحَمْدُلِله! دعوتِ اسلامي جي آءِ ٽي ڊپارٽمينٽ هڪ تمام بهترين ۽ پياري ايپليڪيشن جاري ڪئي آهي ***Hajj &Umrah*** (حج ۽ عمره). هن ايپليڪيشن جي مدد سان اوهان ڄاڻي سگھو ٿا:۞ حج ۽ عمري جو مختصر طريقو ۞ حج ۽ عمري جا ضروري مسئلا ۞ حج ۽ عمري جون دعائون ۞ حرمين شريفين جي اهم زيارتي جاين جي معلومات ۞ ٿري ڊي وڊيوز (3D Videos)جي ذريعي حج ۽ عمري جو عملي طريقو. اوهان بہ پنهنجي موبائل ۾ هيءَ ايپلي ڪيشن انسٽال ڪري وٺو! ان مان فائدو حاصل ڪريو ۽ ٻين کي بہ ان جي ترغيب ڏياريو.

# ڪجھ ضروري اعلانات

۞ هر چنچر تي اميرِ اهلِ سنت مولانا محمد الياس قادري دَامَتْ بَرَكَاتُهُمُ الْعَالِيَه مدني چينل تي لائيو **هفتيوار مدني مذاڪرو** فرمائيندا آهن، ايندڙ چنچر تي به مدني چينل تي رات 9 لڳي 15 منٽن تي اِنْ شَآءَ اللهُ الْكَرِيْم! هفتيوار مدني مذاڪرو ٿيندو، جنهن ۾ شيخِ طريقت، اميرِ اهلِ سنت مولانا الياس عطار قادري دَامَتْ بَرَكَاتُهُمُ الْعَالِيَه سوالن جا جواب به عنايت فرمائيندا. تمام ذميداران ۽ عاشقانِ رسول هن مدني مذاڪري ۾ پاڻ به شرڪت فرمائن ۽ ٻين کي به ان جي دعوت ڏين ۞ شيخِ طريقت، اميرِ اهلِ سنت دَامَتْ بَرَكَاتُهُمُ الْعَالِيَه يا خليفهءِ اميرِ اهلِ سنت دَامَتْ بَرَكَاتُهُمُ الْعَالِيَه هر هفتي هڪ ديني رسالو پڙهڻ جي ترغيب به ارشاد فرمائيندا آهن، ايندڙ هفتي جي مدني مذاڪري ۾ رسالي **مديني جون زيارتون** جو اعلان ڪيو ويندو. هي رسالو پاڻ به پڙهو! ٻين کي به ان جي ترغيب ڏياريو ۽ جيڪي سوشل ميڊيا تي آهن، اهي هي رسالو ٻين سان شيئر (**Share**) به ڪن!

۞ مڪتبةُ المدينہ پيش ڪري رهيو آهي: عَشَرَهٔ مُبَشَّرَه ۾ شامل عظيم الشان صحابيءِ رسول، **حضرت عبد الرحمن بن عوف** رَضِىَ اللهُ عَنْهُ جي سيرتِ مبارڪ تي هڪ تمام پيارو رسالو نالي: **حضرت عبد الرحمن بن عوف**. اڄ ئي هن رسالي کي مڪتبةُ المدينہ جي ڪنهن به شاخ تان 29 روپين ۾ قيمتاً طلب فرمايو، پاڻ به مطالعو ڪيو! ٻين کي به ان جي مطالعي ڪرڻ جي دعوت ڏيو!

صَلُّوْا عَلَى الْحَبِيْب! صَلَّى اللهُ عَلٰى مُحَمَّد

پيارا اسلامي ڀائرو! بيان کي اختتام جي طرف آڻيندي سنت جي فضيلت ۽ ڪجھ آدابِ زندگي بيان ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪري رهيو آهيان. تاجدارِ رسالت، شهنشاهِ نبوت صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم فرمايو: مَنْ اَحَبَّ سُنَّتِىْ فَقَدْ اَحَبَّنِىْ وَمَنْ اَحَبَّنِىْ كَانَ مَعِىَ فِى الْجَنَّةِ جنهن منهنجي سنت سان محبت ڪئي ان مون سان محبت ڪئي ۽ جنهن مون سان محبت ڪئي اهو جنت ۾ مون سان گڏ هوندو.[1]

---

1...مشكوٰة،كتابُ:الْإيمان،بابُ:الْاِعْتِصَام، جلد:1، صفحه:55، حديث:175۔

سینہ تیری سُنّت کا مدینہ بنے آقا! | جنت میں پڑوسی مجھے تم اپنا بنانا

# پاڻي پيئڻ جون سنتون ۽ آداب

فرمانِ آخري نبي، رسولِ هاشمي صَلَّی اللّٰہُ عَلَیۡہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم: اُٺ وانگر هڪ ئي ساهيءَ ۾ نہ پيئو، پر ٻہ يا ٽي دفعا (ساهہ کڻي) پيئو ۽ پيئڻ کان اڳ ۾ بِسۡمِ الله پڙهو ۽ پيئڻ کان بعد اَلۡحَمۡدُ لله پڙهندا ڪريو![1]

اي عاشقانِ رسول! پاڻي هجي يا ڪا ٻي پيئڻ واري شيءِ ۞ پيئڻ کان پهريان بِسۡمِ الله پڙهو ۞ ننڍا ننڍا ڍُڪَ پري چُوسي چُوسي پيئو، وڏا وڏا ڍُڪَ پري پيئڻ سان جگر(يعني جيري) جي بيماري پيدا ٿيندي آهي ۞ پاڻي ٽن ساهِيُن ۾ ويهي ۽ ساڄي هٿ سان پيئو ۞ لوٽي وغيره مان وضو ڪيو هجي تہ ان جو بچيل پاڻي پيئڻ 70 بيمارين کان شِفا آهي، ڇو تہ اهو آبِ زم زم شريف سان مشابهت رکندو آهي. انهن ٻنهي (يعني وضوءَ جو بچيل پاڻي ۽ زم زم شريف) کان سواءِ ٻيو ڪو بہ پاڻي ويهي پيئڻ مڪروهہ آهي، هي ٻئي پاڻي قبلہ رو (يعني قبلي ڏانهن مُنهن ڪري) بيٺي بيٺي پيئو ۞ پيئڻ کان پهريان چڱي طرح ڏسو تہ پيئڻ جي شيءِ ۾ ڪا نقصان ڪار شيءِ تہ نہ آهي ۞ پيئڻ کان پوءِ اَلۡحَمۡدُ لِلّٰه پڙهو ۞ امام غزالي رَحۡمَۃُ اللّٰہِ عَلَیۡہ فرمائن ٿا: بِسۡمِ الله پڙهي پيئڻ شروع ڪريو، پهرين ساهہ جي آخر ۾ اَلۡحَمۡدُ لِلّٰہِ، ٻئي ساهہ کان پوءِ اَلۡحَمۡدُ لِلّٰہِ رَبِّ الۡعَالَمِيۡن ۽ ٽئين ساهہ کان پوءِ اَلۡحَمۡدُ لِلّٰہِ رَبِّ الۡعَالَمِيۡنَ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيم پڙهو. هي سنو عمل آهي، نہ بہ ڪيو تہ ڪو حرج ناهي ۽ شروع ۾ بِسۡمِ الله ۽ آخر ۾ اَلۡحَمۡدُ لِلّٰہِ چوڻ سان بہ سنت ادا ٿي ويندي ۞ گلاس ۾ بچيل مسلمان جي صاف سٿري پاڻي ڪي، استعمال جي قابل هئڻ باوجود هرويرو نہ اڇلايو ۞ منقول آهي: سُؤۡرُ الۡمُؤۡمِنِ شِفَاءٌ يعني مسلمان جي اوبر ۾ شِفا آهي ۞ پيئڻ کان ڪجهہ گهڙيون پوءِ خالي گلاس

---

[1]...ترمذی، کتاب الاشربۃ، صفحہ:464، حديث:1885۔

ڪي ڏسندا تہ ان جي سائيڊن مان وهي ڪجھ قطرا تري ۾ گڏ ٿي ويا هوندا، انهن ڪي بہ پي ڇڏيو.(1)

مختلف سنتون سکڻ لاءِ مکتبة المدينہ جي **بهارِ شريعت** جلد **3** جو حصو **16** ۽ **شيخ طريقت، اميرِ اهلِ سنت مولانا محمد الياس عطار قادري رضوي** دَامَتْ بَرَكَاتُهُمُ الْعَالِيَه جو 91 صفحن تي مشتمل رسالو **550 سنتون ۽ آداب** خريد ڪيو ۽ پڙهو. سنتون سکڻ جو هڪ ذريعو دعوتِ اسلامي جي قافلن ۾ عاشقانِ رسول سان گڏ سنتن ڀريو سفر ڪرڻ بہ آهي.

آؤ مدنی قافلے میں ہم کریں مل کر سفر | سنتیں سیکھیں گے اِس میں ان شاءاللہ سر بسر
مجھ کو جذبہ دے سفر کرتا رہوں پروردگار | سنتوں کی تربیت کے قافِلے میں بار بار (2)

الله پاڪ عمل جي توفيق عطا فرمائي. آمِيْن بِجَاہِ خَاتَمِ النَّبِيِّيْن صَلَّی اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم

صَلُّوْا عَلَی الْحَبِيْب! صَلَّی اللهُ عَلٰی مُحَمَّد

# دعوتِ اسلامي جي هفتيوار سنتن ڀري اِجتِماع ۾ پڙهيا ويندڙ 6 درود شريف ۽ 2 دعائون

## ﴿1﴾ جمعہ جي رات جو دُرود

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ وَبَارِكْ عَلٰی سَيِّدِنَا مُحَمَّدِ نِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ الْحَبِيْبِ الْعَالِی الْقَدْرِ الْعَظِيْمِ الْجَاهِ وَعَلٰی اٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَسَلِّمْ

بزرگن فرمايو تہ جيڪو شخص هر جمعرات (جمعہ ۽ خميس جي وچين رات) هن دُرُود شريف کي پابندي سان گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڀيرو پڙهندو موت جي وقت سرڪار مدينہ صَلَّی اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جي زيارت ڪندو ۽ قبر ۾ داخل ٿيڻ وقت بہ ايستائين هو ڏسندو تہ سرڪار مدينہ صَلَّی اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم ان کي پنهنجي هٿن سان قبر ۾ داخل ڪري رهيا آهن.(3)

---

1...550 سنتين اور آداب، صفحہ:16۔
2...وسائل بخشش، صفحہ:635۔
3... افضل الصلوات على سيد السادات، الصلاة السادسة والخمسون، ص151ملخصًا

## ﴿2﴾ سمورا گُناه مُعاف

اَللّٰھُمَّ صَلِّ عَلٰی سَیِّدِنَا وَ مَوْلَانَا مُحَمَّدٍ وَّ عَلٰی اٰلِہٖ وَسَلِّمْ

حضرتِ سَيِّدُنا انس رَضِیَ اللہُ عَنْہ کان روايت آهي تہ تاجدارِ مدينه صَلَّی اللہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جن فرمايو: جيڪو شَخص هي دُرُود شريف پڙهي جيڪڏهن بيٺل هو تہ ويهڻ کان پهريان ۽ ويٺل هو تہ بيهڻ کان پهريان، ان جا گُناهہ معاف ڪيا ويندا. [1]

## ﴿3﴾ رَحمت جا سَتّر دروازا

صَلَّی اللہُ عَلٰی مُحَمَّدٍ

جيڪو هي دُرُود شريف پڙهندو آهي ان تي رحمت جا ستر دروازا کوليا ويندا آهن.[2]

## ﴿4﴾ ڇهہ لک دُرُود شريفن جو ثواب

اَللّٰھُمَّ صَلِّ عَلٰی سَیِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَا فِیْ عِلْمِ اللہِ صَلَاۃً دَآئِمَۃً بِدَوَامِ مُلْكِ اللہِ

حضرت اَحمد صاوِي رَحْمَۃُ اللہِ عَلَیْہ ڪِن بُزرگن کان نقل ڪن ٿا هن دُرُود شريف ڪي هڪ ڀيرو پڙهڻ سان ڇهہ لک دُرُودشريف پڙهڻ جو ثواب حاصل ٿيندو آهي.[3]

## ﴿5﴾ قُربِ مُصطفيٰ صَلَّی اللہُ عَلَیْہِ وَسَلَّم

اَللّٰھُمَّ صَلِّ عَلٰی مُحَمَّدٍ کَمَا تُحِبُّ وَتَرْضٰی لَہٗ

هڪ ڏينهن هڪ شَخص آيو تہ حُضُورِ اَنور صَلَّی اللہُ عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کيس پنهنجي ۽ صِدّيقِ اڪبر رَضِیَ اللہُ عَنْہُ جي وچ ۾ ويهاريو، انهيءَ تي صَحابَہ ڪرام رَضِیَ اللہُ عَنْہُم کي تَعَجُّب ٿيو تہ اهڙي

---

1... افضل الصلوات على سيد السادات، الصلاة الحادية عشرة، ص 65
2... القول البديع، الباب الثانى، ص277
3... افضل الصلوات على سيد السادات، الصلاة الثانية والخمسون، ص149

مرتبي وارو شخص ڪير آهي جڏهن اهو هليو ويو تہ سرڪار مدينہ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن فرمايو: هو جڏهن مون تي دُرُودِ پاڪ پڙهندو آهي تہ هيئن پڙهندو آهي. [1]

## ﴿6﴾ دُرُود شَفَاعت

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاَنْزِلْهُ الْمَقْعَدَ الْمُقَرَّبَ عِنْدَكَ يَوْمَ الْقِيَامَةِ

شافع امم صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن جو فرمان معظم آهي : جيڪو شخص هي درود پاڪ پڙهي ان جي لاءِ منهنجي شفاعت واجب ٿي ويندي آهي. [2]

## ﴿1﴾ هڪ هزار ڏينهن جون نيڪيون

جَزَى اللهُ عَنَّا مُحَمَّدًا مَا هُوَ اَهْلُهٗ

حضرتِ سَيِّدُنا ابنِ عباس رَضِیَ اللهُ عَنْهُمَا کان رِوايت آهي تہ سرڪارِ مدينہ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جن فرمايو: هي درود شريف پڙهڻ واري جي لاءِ ستر فرشتا هڪ هزار ڏينهن تائين نيڪيون لکندا آهن. [3]

## ﴿2﴾ جڻ شبِ قدر حاصل ڪري ورتي

لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللهُ الْحَلِيْمُ الْكَرِيْمُ، سُبْحٰنَ اللهِ رَبِّ السَّمٰوٰتِ السَّبْعِ وَرَبِّ الْعَرْشِ الْعَظِيْمِ

(خداءِ حليم و ڪريم کان سواءِ ڪوئي عبادت جي لائق ناهي، اللّٰه پاڪ آهي جيڪو ستن آسمانن ۽ عرشِ عظيم جو پروردگار آهي)

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم: جنهن هن دُعا کي ٽي ڀيرا پڙهيو جڻ ان شبِ قدر کي حاصل ڪري ورتو. [4]

صَلُّوْا عَلَى الْحَبِيْب! صَلَّى اللهُ عَلٰى مُحَمَّد

---

1... القول البديع، الباب الاول، ص125

2... الترغيب والترهيب، ج 2، ص 329، حديث 31

3... مجمع الزوائد،كتاب الادعية،باب فى كيفية الصلاة...الخ،254/10،حديث:17305

4... ابنِ عساکر ج 19، ص 155، حديث 4455